# ختمي جو خيال ۽ آخوند (ملان) جي فرمائش
# (سنڌ ۾ مروج ڪاڏن جي نالن تي ٻڌل هڪ مزيدار نظم)

(شاعر جو نالو في الوقت ياد نہ رهيو آهي. 1950ع ڌاري هيءُ نظم هڪڙي ننڍڙيءَ ڪتابڙيءَ تي ڇپجي آيو هُو جيڪو اسان ان وقت جي آني يا ٽڪي ۾ ورتو، پوءِ ڪتابڙي گم ٿي وئي، پر نظم اسان جي والد صاحب کي ياد هُو. جنهن کان حاجي احمد پڇي لکي ورتو. پر نظر اچي ٿو تہ ڪن سٽن جوبحر وزن تصحيح جو گهورو آهي، ۽ اصل شاعر جو نالو بہ معلوم ناهي. ان ڪري عرض آهي تہ جنهن صاحب وٽ هيءُ اصل نسخو هُجي تہ مهرباني ڪري تصحيح بہ ڪري ۽ شاعر جو نالو بہ ٻُڌائي. محمد عمر چنڊ)

**هڪ ڏينهن ڪيو هي خيال مون، نيـــت عزيزن جي ڪريون،**
**ختمو خـــدا ڪـــــــارڻ ڏيون، مـن ڪـــو ملي درجو مگر.**

**پوءِ آخوند وٽ آيس هلي، خوش ٿي ڪيڪاريائين ڪلي،**
**ڏاڍي ڏنائين محبت ملي، تنهن کان بعد پڇيائين خبر.**

**آخوند کي هن حـــال جي، ختمي ڪڙي جي خيـــال جي،**
**انهيءَ دل جي احوال جي، سُـــــڌ مون ڏني سربـسر.**

**آخوند جڏهن هيئن ٻڌو، مڙينـــي ڪـــتابين کي ڳڊو،**
**سانجهـــيءَ هلجو سڌو، مامـــي بـــلاول جي تہ گهر.**

**اڄ ڏينهن آهي خاصو خميس، دعوت مــــلي آهي، خبيـث!**
**پيٽ تي نہ ڪرجو هرگز ڪا ريس، هٽجو گـــــــرهہ اڌپاءَ اندر.**

**آخوند پوءِ الهـــــــام جو، من سنــــدي تــ مام جو،**
**تفصيل ڪيو طعـــــام جو، تہ هي طعام ڪجو تيار تر.**

اول ڪـــــجو آنـــــا ادا، — سُهــڻا سـُـنا سـُرها سدا،
تن تان ڪــيان تن من فدا، — پهريائين ڪيم جن جي پچر.

تنهن ڪان بـــعد بهتر پلو، — هرڪـــو چـــوي آهي پلو،
جي اوهين ٻہ منهنجي دل تي هلو، — تہ گهيہ ۾ ڪجو سو تربتــر.

ٻيو ٻہ اوهان ڪي ٿو چــــوان، — ڪُڪڙ پَڪي مُرغو ميان،
تنهن ڪي ڪلي خوش ٿي ڪيان، — تنهن ساڻ گڏ ترجو تــتر.

پوءِ گوشت ڏئي دل ڪي چڪي، — رات پونداسون ٿِــڪي،
جي ڏيـــو جـــيرا بـــڪي، — تہ آٽيو ٻهاري ڪو ٻڪر.

هٿ ڪـــو هرڻ ڦاڙهو اچي، — پهر ٻہ پل سو پيو پچي،
مرچن مصالحن ۾ مـــچي، — تہ سـو ٿئي چوڪي چهر.

شڪر مٺي هرڪو چوي، — طاهري طبوعت (طبيعت) تي پوي،
هڪ ٻہ ڀاڪون مَ ڀئـي، — هٿ ڪو هُجي گاڏو گبر.

سيون سيرو سُرهو سُجهي، — حلوو ٻہ هيڪانـدو هـــجي،
تنهن تي مري مٺو ڏجـــي، — جي پيٽ ڦاٽي تہ ٻہ شڪر.

ٻُصريون چٽي بس ڪر ڪٽي، — ويون نندي‌ءَ وهيءَ ڪان ئي وٽي،
(وييون نندي لاڪون وٽي)
تن جي آهي تن ۾ گهٽي، — ٿو هِنيو ڪري هر هر حــشر.

پيھــــون ھئا پَرُ مون ڏٺا،
ڪل ئي ڪجو آٽي ڪتا،
مونکي لڳا ھئا ڏاڍا مـــِـتا،
ھڪ ديـڳ ڪاسي جي قدر.

ڪِج ڪيرٽيءَ لئِ گھـــٽو،
ٻارن ٻچن لئِ ٻـــ ڪٽون،
گھـــر ۾ نہ چڏج داٽو ڪٽو،
پھريائن تہ ملان جو پيٽ پر.

ڪير خشڪـــو ڪنـــــڊ جي،
ڪڙڪان انھيءَ جي ڪنڌ تي،
مونکي سُجھي ڪنھن ھنڌ جي،
ھڪدم چڏي مڪتب ۾ گھر.

(اوچتو ياد ٿو اچيس....)
پر قيمي بنا ھرگز ڪـــڏھن،
آءٌ ٿو چـــوان توکي تڏھن،
خــــــتمو نہ ٿئي جائز جڏھن،
تہ ڪوشش قيمي جي بہ ڪر.

آخـــــر ۾ اقـــراتـــا اچن،
سي مڙئي ملان کي ڏجـــن،
گھيہ ۾ پچــــــي پورا ٿين،
تہ ساري ڪڍي تن مان ڪسر.